# وتائي فقير جا ڀوڳ چرچا


مرتب

محمد صالح ڪهڙو



شاهه لطيف ڪتاب گهر

گاڏي ڪاتو، حيدر چوڪ

حيدرآباد

2007ع

قيمت: -/20 رپيا

ڪتاب جو نالو: وتائي فقير جا يوڳ چرچا
مرتب: محمد صالح کھڙو
ڇاپو پھريون: ©شاھ لطيف ڪتاب گھر 2007ع
ڪمپوزنگ: انور حسين سومرو
روشني ڪمپوزر اينڊ پرنٽرز حيدر چوڪ، حيدرآباد.
ڇپيندڙ: فائين ڪميونيڪيشن، حيدرآباد.
ڇپرائيندڙ: شاھ لطيف ڪتاب گھر، گاڏي کاتو حيدرآباد.

## اسٽاڪسٽ

ڪاٺياواڙ اسٽور، اردو بازار ڪراچي
حسين عامر نيوز ايجنسي، مين بس اسٽاپ سجاول
رابيل ڪتاب گھر، لاڙڪاڻو
رهبر بڪ اڪيڊمي، رابعه سينٽر، لاڙڪاڻو
نيشنل بوڪ ڊيپو، بندر روڊ، لاڙڪاڻو
نوراني بوڪ ڊيپو، بندر روڊ، لاڙڪاڻو
اشرف بڪ اسٽال، مسجد روڊ، نوابشاھ
سليم نيوز ايجنسي، نيو بس اسٽينڊ، دادو
جنيد بوڪ ڊيپو، دادو
مرچو لال بوڪ ڊيپو، بدين
رحيم ڪتاب گھر، بدين
عزيز ڪتاب گھر، بئراج روڊ، سکر
ڪتاب مرڪز فيريئر روڊ، سکر
الفتح نيوز ايجنسي، مهراڻ مرڪز، سکر
گل ڪتاب گھر، لکي در، شڪارپور
نيشنل بڪ اسٽال، پنج گلو چوڪ، خيرپور ميرس
تهذيب نيوز ايجنسي، پنج گلو، خيرپور
قاسميه لائبريري، اسپتال روڊ، ڪنڊيارو

# درويش وتايو فقير

وتايو صدين کان سنڌ کي وندرائيندو ۽ کلائيندو پئي رهيو آهي ۽ وتايو "وقت" جي ڪسوٽيءَ تي پوري طرح پرکجي چڪو آهي ۽ سندس چهرا چٽڪلا ۽ ٽوٽڪا، سنڌي علم ۽ ادب ۾ عام سنڌي زبان جو "اٽوٽ انگ" ثابت ٿي چڪا آهن. تنهن حالت ۾ اسان کي جڳائي ته سندس ٻولن تي ڪلي "ڪن لاٽار" ڪرڻ بجاءِ، غور ۽ فڪر ڪريون ۽ ڳنڀيرتا سان سندس جاٿرو وٺون. جيڪڏهن اسين وتائي جون ورسيون ملهائي ٿڪا سگهون، سندس نينهن نياپي کي سهيڙي شايع ڪرڻ کان لاچار آهيون ته گهٽ ۾ گهٽ سندس معنيٰ خيز 'مقصد حيات' کي سمجهڻ ۽ هيئين سان هنڊائڻ لاءِ ڪو اُدم ته ڪريون؟ ڏسڻو هي آهي ته، آخر وتايو هيو ڪهڙي بلا؟ ڪو واٽڙو ساٽڙو موڳو مٽر هيو يا ڪو لٽر هيو جو سدا وقلندو تي رهيو. ٿي سگهي ٿو ته ڪو لڏ ۾ لڪل اڏيرو لعل هجي يا واقعي ٿي ڪو خواجه خضر هيو جنهن وتائي جو ويس ڌاري، اسان عقل جي انڌن جي روحاني رهنمائي ٿي ڪئي؟

وتايو ڪير هيو، ڪنهنجو ڄايو هو؟ ڪٿي نپنو ڪٿي دفن ٿيو ۽ ڪڏهن؟ اهي غير ضروري سوال آهن. اهي پتا پار اهو پڇي جنهن جو وتائي جي وڏن تي قرض رهيل هجي يا جنهن کي سندس گهر الاٽ ڪرائڻو هجي. هو الله جو بندو ۽ آدم جي رواجي اولاد مان هڪ هيو. سنڌ ۾ ڄائو نپنو ۽ سنڌ ۾ مئو ۽ اها ئي وتائي جي رام ڪهاڻي آهي ۽ اها ئي آهي هر عام سنڌيءَ جي سوانح حيات. البت وڏيرن جي ڳالهه ٻي آهي ۽ سندن بڻ بنياد ٻه اور آهي. مون ته جڏهن ٻه وڏي واڪي "الله" کي ياد ڪيو آهي ته ڪونه ڪو وڏيرو

ضرور ڪنائيندو آهي ته ڪيس ته سڏيو نه ٿو وڃي.

خير! وتائي بنسبت جو ڪجهه هيل تائين ٻڌندا اچون سو هن طور آهي ته نضرپور جي لڳ هڪ ڳوٺ جو واهٽائي واٽيو هو. ننڍپڻ لاڪر پنهنجي سوچ سمجهه سادي سودي هيس. اڪثر پنهنجي سڃاڻ ۽ پنهنجي مالڪ جي ڄاڻ ۾ مهو رهندو هيو پنهنجو دل من ٽٽوليندي ۽ دليل ڊوڙائيندي ڪنهن موڙ تي هندو ڌرم ڇڏي دين ڏانهن لاڙو رکيائين. پهريون پاڻ پوءِ سندس سڄو گهراڻو شيخ ٿيو. ٻڌڻ ۾ ائين به ٿو اچي ته جيئن ڪنهن ٻانيڻ جي ٻيڪڙ ۾ نه آيو تيئن ملان جي وڪڙ کان به گوهي ڪري نڪري ويو. وتايو سنڌ جو واحد ماڻهو هيو جنهن پنهنجي ۽ پنهنجي خالق وچ ۾ ڪنهن ٽئين ٽياڪڙ کي ٽنگ اڙائڻ مور نه ڏني. عجب اهو جو اهڙي بغاوت باوجود سندس چپيٽ کان بچي ويو ورنه سوليءَ چڙهڻ يا سنگسار ٿيڻ ۾ ڪا ڪسر ڇڏي نه هئائين.

ڪن جو هي به چوڻ آهي ته, وتايو پنهنجي وقت جو سياڻو ماڻهو هيو بلڪ ڪي ته ائين به چون ٿا ته, سنڌ سياڻي ۾ سياڻو ماڻهو هڪ اُپايو اهو هيو وتايو. ڏاها ڏيهه ۾ گهٽا پر سياڻو لکن ۾ هڪڙو. ڏاهي جي ڏاهپ جو مدار آهي ڏاهه تي يعني ٻڌ سڌ يا خبر چار تي, جنهن سبب ڏاهو اڪثر به ٽنگو ڦاسندو ڏٺو ويندو آهي. پر سياڻو ماڻهو اِن ڪي چون جنهن ڪي اندر جو سوجهرو هجي ۽ سڃاڻ هجي. ان ڏس ۾ وتايو ڄمندي ڄام هيو. ڪن ماڻهن جو اهو خيال آهي ته پنهنجن ڪي ڇڳيءَ ريت پرکيو هئائين ۽ ڪيس پوري ڄاڻ هئي ته ڄڻن سان ڪيئن گذارو ڪجي. ڏٺائين ته عجيب قوم سان واسطو پيو هيس. هو سائي ڪي سهن ڪونه ۽ بکئي ڪي

ڏين ڪون. وقت تي گڏهه کي بابو چون ۽ جتي پڇڻ ناهي جاءِ، اُتي "ياجوڪڙ" وريام سڏجن!

جيئرن سان جنيون ڪن ۽ مئن لاءِ مجاور تي ويهن. ڪائن پنهنجي گهران، پچار سدائين پرائي ڪن. اهڙي آچار "لتر سان چڪر" سوچي سمجهي، سر بچاءَ ۾، چريو تي عمر گذاريائين. ائين به هرويرو صحيح نه هوِ جيئن چيو تي ويو ته، ڪا ڪل ڻڙي هيس يا متيون ڏيندي لوڪ کي، چريو پاڻ ٿيو هيو. بلڪل نه! اهڙو اياڻو وتايو هرگز نه هيو. البت چريائيءَ جي اوٽ ۾ ٻين کي متيون ڏيندو رهيو جيئن لوڪ لکا نه پوي. ڪيس پوري پروڙ هئس ته ڇڻن جي سمجهه الٽي ۽ اونڌي هئي، ان ڪارڻ ساڻن سنئين سڌي ڳالهه ڪرڻ به پنهنجي ڪل لهرائڻي هئي، ان ڪري اڪثر ڳجهارتن ۾ ڳالهائيندو هو. صديون گذرڻ بعد اڄ ٿو پتو پوي ته مارا! ڇا چئي ويو! ڇاڇي به چيائين ۽ ڇهندڙي به پائي ويو. غضب جو سياڻو هو.

اها ڪل ڪانه ٿي پوي ته وتائي جي زندگيءَ ۾ جو انقلاب آيو اهو سندس عمر جي ڪهڙي موڙ تي ۽ ڪهڙي ڪارڻ؟ هي ته سمجهه ۾ اچي ٿو ته ڪو ماڻهو پنهنجو گهر گهاٽ ۽ ڪاروبار ڇڏي جهنگ منهن ڪري وڃي ويراني وسائي؟ پوءِ نه هوندو بانس نه وڄندي بانسري. پر هن دنيا ۾ رهندي هڪ جوڳي ۽ ويراڳيءَ جي زندگي بسر ڪرڻ ۽ لاطمع ٿي رهڻ، هڪ اهڙي انسان لاءِ ڪٺن ڪم آهي، جنهن کي اکيون به هجن ۽ سندس هوش حواس به سلامت هجن. آخر انسان گوشت پوست جو لوٿڙو آهي ۽ ڪو لوهه جو نهيل پتلو نه ناهي، خاص طور جڏهن انسان سانِ وري شيطان سلامت به سدائين ٻيلهه چڙهيو ڪيس هرڪائيندو رهي.

ان کان سواءِ واٽيو تي ڪري، مايا جي موهہ کان ٽارو ڪرڻ ۽ ڏن دولت جي دام ۾ نہ ڦاسڻ، پنهنجي سر هڪ ڪمال ڪاميابي آهي. پاڻ وٽ ڪجهہ بہ نہ هئڻ هڪ مجبوري بہ ٿي سگهي ٿي، پر ڪجهہ حاصل ڪرڻ جي موڙهو خواهش ئي نہ رکڻ فقيريءَ جي معراج آهي. اسان مان هر هڪ کي هي ڄاڻ آهي تہ، دنيا جي جملي جهڳڙن جي جڙ آهي ئي "زر، زن ۽ زمين" پر تنهن هوندي بہ اسان جي پوري عمر انهن ٽنهي لڪشمي ديوين جو پيڇو ڪندي ٿي گذري. اک ڀڃن يا نہ، اشارو ڏين يا نہ، اسين هر وقت وتون ٽا انهن اپڇرائن جي پٺ وٺندا. ڪوئي ليکي نہ ليکي اسين بہ آهيون يار جي ليکي لنبڍي ڪتي وانگي.

وتائي کي هيءَ خبر هئي تہ، حضرت آدم جي بنياد تي خطا ۽ سندس اولاد يعني انسانن جي جسماني خواهش وچ ۾ ڳوڙهو رستو هيو يا ائين چئجي تہ ساڳي ڳالهہ هئي. ان ڪارڻ زر زمين کان تہ اڳيئي فارغ هيو پر ڪنهن مومل ماڻڻ جي بہ پچر ڇڏي ڏنائين. هن دنيا جي طلسمي ڄار جا اهي سڀ رسا ۽ ٻوڙها ڇنڻ بعد، وتايو پنهنجي زندگيءَ جي مول مقصد ڏانهن پلٽيو جو هيو "انسانيت جي روحاني ترقي". ان مقصد جي ڦهلاءَ لاءِ پنهنجي زندگيءَ جو "قول ۽ عمل" نموني طور عوام آڏو پيش ڪيائين. هن ڪڏهن بہ ولي، غوث يا قطب هئڻ جي هام نہ هئين ۽ ڪڏهن پلجي بہ درويشيءَ جي دعوي نہ ڪئي. هن پنهنجي لاءِ مشڪري جو پارٽ منتخب ڪيو. ڇهچٽا بہ ڏسندو رهيو ۽ تماشو بہ وجهندو رهيو. سندس ٻول ٻڌي ماڻهو ڪکين تي هٿ رکي کلندا رهيا. اڄ تائين اسان جو اهڙو ردعمل روان آهي.

سوال آهي تہ وتائي کي تعليم ۽ ترغيب ڪانہ هئي ۽ اٿپڙهيل اناڙي هيو ۽ وري سندس اٿڻي ويهڻي ۽ عام ماحول بہ دهقانين وارو هيو تہ پوءِ سياڻو ٿيو ڪيئن؟ دراصل سياڻپ ڪنهن کيڏ کيڏڻ، حرفت ۽ هنر هلائڻ يا ڪتاب پڙهڻ سان هٿ نہ ايندي آهي، پر مالڪ جي فضل ڪرم ۽ مهر سان عطا ڪئي ويندي آهي، فقط عقل ۽ علم جي زور تي ڪا راهہ ملي ها تہ پوءِ عزرائيل سڀ کان اڳرو ۽ اڳيرو هجي ها. مون تہ هر عقل جي اڪابر کي اوندهہ ۾ هٿوراڙيون ڏيندي ڏٺو آهي. هر انسان جا هٿ ذاتي آدم واري گناهہ ۾ رڱيل آهن، جو سندس ورثو آهي. ان ڪري جيستائين سچو سائين ساجاهہ نہ ٿو ڏئي تہ پوءِ اکين هوندي انڌو. انسان اهڙي ساڃهہ لاءِ ٻاڏائي ضرور سگهي ٿو ۽ ڏيڻ وس سائين جي، ڏئي نہ ڏئي.

وتائي جي ڌرم ۽ دين گهڻن ماڻهن کي منجهائي وڌو هيو. هڪ دفعي سندس ياءُ مورومل وتائي کي وينتي ڪئي تہ، "ڀائي، تو تہ مسلمان ٿي پاڻ موکيو هاڻ مون کي بہ مسلمان ڪراءِ تہ سرڳ ۾ ٻئي گڏ تہ هجون." وتائي رڙ ڪري چيس: "ڀائي، اهڙي غلطي نہ ڪج. مور نہ مسلمان ٿج، ورنہ سڀي ڄمار هٿ هڻندين. ڪلمون پڙهي مسلمان ٿيڻ تہ آهي سولو ڪم. پر پوءِ ڄي روزن، نمازن، زڪواتن ۽ تهجدن جا سلسلا شروع ٿين ٿا، تن جي پيروي ڪندي نہ فقط چڙهہ نڪري ويندءِ، پر ڏيوالو ٿي ويندين. ڪڏهن پلجي بہ اهڙو جوکم جو ڪم نہ ڪج. ها البت. مرڻ مهل مون کي ڪن ۾ ڪلمون پڙهي ٻڌائج تہ آءٌ آخرت ۾ شاهدي ڏيندس تہ ياءُ مورومل مرڻ مهل مسلمان ٿي مئو هو. بهشت بہ حاصل ٿيندءِ ۽ خفي کان بہ بچي ويندين. ڪم جو ڪم مزي جو مزو." آخرين گهڙيءَ ۾ ڪلمون پڙهڻ

جي راز ڪان اهي الله جا بندا بخوبي آگاهہ آهن، جن ڪي هيءَ جاڻ آهي تہ زندگيءَ جي هن پڙ، سندس بئي ڪناري ڪهڙو وڻج وکر ٿو هلي ۽ ڪيئن ٿو وهي واپري. هونئن بہ سموري زندگيءَ جي عبادت بہ ان لاءِ ڪئي ويندي آهي تہ جيئن آخري گهڙيءَ جي آزمائش مان پار اُڪرجي. پڇاڙيءَ جي پهر ۾ سرخرو ٿيڻ لاءِ ماڻهو پنهنجي سڄي ڄمار وظيفي ۽ قلبي ذڪر ۾ صرف ڪندا آهن تہ جيئن آخري هڏڪيءَ مهل ڪلمون روان هجي، ورنہ عمر جي ڪمائي هڪ لحظي ۾ رائگان. پيو سبب هي ڏنائين تہ، "مسلمان" ٿي رهڻ انتهائي اوکو ۽ ڏکيو ڪم آهي ۽ وڏي همت ۽ حوصلو گهرجي. باقي نالي ۾ نهال ٿي رهڻو آهي تہ اها ٻي ڳالهہ آهي.

اسان جي منڪر نڪيرن، قبر جي سوڙهہ، قيامت جي گرمي، آخرت جي عذاب ۽ دوزخ جي دڙڪن ڏيڻ سان اسان جو پگهر ۽ خون تہ خشڪ ڪرڻ ۾ پنهنجي فرض ادائي ڪئي آهي، پر هي ڪڏهن بہ سمجهائڻ جي تڪليف گوارا نہ ٿا ڪن تہ، آخر هڪ غريب ۽ مسڪين انسان، جنهن "نوريئڙي ڇڄي مهماني آهي فقط بہ ٻير"، تنهن ڪي عذاب ڏيڻ جا ايڏا تڪسات ڇا لاءِ گهڙيا آهن؟ وري دوزخ ۽ منجهس سزائن ۽ ڦاسي گهاٽن جو وچور اهڙي ٿو ٻڌايو وڃي چڻ آسمان جي ٻوانوي ڏهائي پوٽا ڏهہ حصن تائين جهنم ڦهليل آهي ۽ باقي اڍائي سئو ڪن وال پلاٽ تي جنت جو ڪوارٽر اڏيل آهي، جو ظاهر آهي، نيڪيدارن لاءِ رزرورڊ ٿيل آهي. جي وتايو وقت سر نہ اچي ها ۽ اسان کي آٿت نہ ڏئي ها تہ هوند اسان سيني جا هنياوَ هيبت ۾ ڦاٽي پون ها.

وتائي جو واسطو ان اڀوجهہ ۽ مسڪين عوام سان هيو،

جن کي پنهنجي سوچ ۽ سمجهه آهر هڪ سادي سادي ۽ سليس نسخي جي لوڙ هئي. قبر ۽ قيامت جي عذات ۽ دوزخ جي دڙڪن کان ڊنا ضرور ٿي، ليڪن هي سمجهي نہ ٿي سگهيا تہ، سندن قصور ڪهڙو هو؟ هو ڪو نمرود، شداد ۽ فرعون ٿورو ئي هئا. هو تہ اڳي ئي غريب، مسڪين ۽ اڪن تي پارو هئا، جن اوڳارائي ڏني بہ ڪين سال گذري چڪا هئا. هنن هڏ هٽندي رات ڏينهن تتيءَ تڏيءَ هلندي نانگ وڇون تي لتاڙيا.

بهرحال هن ۾ ڪو شڪ نہ آهي تہ وتايو انهن عظيم انسانن مان هڪ آهي، جن کي قدرت ڪنهن خاص مقصد جي پوئواري لاءِ خلقيندي آهي. سوال آهي تہ وتايو ڇا ۽ ڪهڙي بلا هو؟ ان سوال جو جواب تہ سوين هزارين آهن. جواب بہ وري جيئرا جاڳندا آهن.

وڏي ڳالهہ تہ هو نہ پير مرشد هو ۽ نہ هادي مهدي ۽ مسيح هو نہ وري ڪو غوث قطب ۽ قلندر هيو. هو هڪ غريب مسڪين الله جو بندو هو، جنهن کي نہ هو ڪو هو ذات پات يا حسب نسب جو ورثو ۽ نہ مال املاڪ يا ڌن دولت جي پونجي. سچي سڪٽي هوندي بہ سدائين ڪلندو رهندو هو. ڪلٽو بہ اهڙو جهن تي مالڪ بہ جي ڪليو نہ هوندو تہ مرڪيو يا مشڪيو ضرور هوندو. خاص طور جڏهن وتائي انڌي کي گهرائي تصديق تي ڪرائي تہ مري ويل جانور ڳئون هئي يا گڏهہ.

وتايو دنيا جي اهڙن فيلسوف ۽ مفڪر انسانن ۾ هڪ هيو جن پنهنجي سموري عمر قدرت جي اسرار پروڙڻ ۽ سندس ڳجهارتن جي تحيقي ۾ سيڙائي جيئن انسانيت جي اڳتي هلي ذهني سڌار ۽ سنوار ٿي سگهي.

علي احمد بروهي

# مرتب پاران

درويش وتائي فقير کي عام طور "وتايو" چيو ويندو آهي، تنهن بابت مشهور آهي تہ هو اصل ۾ "هندو ڪٽي" هو ۽ حيدرآباد ويجهو تاجپور شهر ۾ ڄائو. جتان ڪجهہ وقت کان پوءِ سندس مگٽو پنهنجي برادريءَ وارن عمرڪوٽ مان ڪرايو.

شاديءَ کان پوءِ فقير، ماءُ پيءُ ۽ زال سميت نصرپور ۾ رهڻ لڳو. جتي ڪجهہ وقت کان پوءِ سندس پيءُ وفات ڪري ويو.

وتايو فقير، حقيقت ۾ مسلمان هو، پر ڪن ظاهري سبب ڪري خاموش هو ۽ پيءُ جي مرڻ کان پوءِ هو پنهنجي، ماءُ ۽ زال سميت مسلمان ٿيو ۽ سندس نالو "شيخ طاهر" رکيو ويو، پر جيئن تہ سندس نالو "وتايو" مشهور هو، ان ڪري مسلمان ٿيڻ کان پوءِ بہ ڪيس ماڻهو انهيءَ نالي سان ئي سڏيندا هئا، جيڪو اڄ تائين مشهور آهي. سندس مقبرو ٽنڊو الهيار کان ٽن ميلن جي مفاصلي تي آهي.

هيءُ بزرگ گفتن جي ذريعي ماڻهن کي سياٽپ ۽ نصيحت وارا اهڙا نڪتا ٻڌائي ويندو هو جو ٻڌندڙن کي حيرت وٺي ويندي هئي. سندس ڪيترين ئي ڳالهين مشهور آهن، جن مان ڪجهہ هن ڪتابڙيءَ ۾ پيش ڪجن ٿيون.

محمد صالح کهڙو

## واعدو پاڙ

هڪ پيري وتائي ڳوٺ جي ڏڪڻ وٽ ويجي سوال ڪيو ته، امڙ جي ڪتولي ٻچي پيئي آهي، جيڪر هلي ٿاهي ڏين ته مهرباني ٿيندي. وادي روڪڙو جواب ڏنو "فقير اڄ واندو نه آهيان، واندو ٿيان ته هلي ٿاهي ڏيندس." هو هر دفعي اهڙي ڪن ٽار ڪري وتائي کان لنوائيندو رهيو.

هڪ ڏينهن وتائي ڏٺو ته ڳوٺ وارا ڪو جنازو ڪنيو ٿي ويا. پڇڻ تي پتو پيس ته، ساڳيو ڏڪڻ گذاري ويو آهي، جيڪو سدائين مشغول رهندو هو. وتائي ٻوڙي جنازي جو اڳ وٺي ڪانڌين کي هڪل ڪئي، ٿورو ترسجو. جنازي وارا بيهي رهيا. چياائين، وادي کان ورندي وٺڻي اٿم. وري ملي الاءِ نه. سو جنازي جي پر ۾ بيهي چياائين: "ادا واڍا، اڄ ته پڪ واندو هوندوين. نويڪلو ڪٺ تي آرامي آهين. هاڻ ته ڪتولي وارو پنهنجو واعدو پاڙ."

## گڏهه جي تصوير

هڪ ڏينهن وتايو فقير ڪنهن تلاءَ ۾ وهنجي رهيو هو. هن جا ڪپڙا تلاءَ جي ڪپ تي رکيل هئا. هڪڙي حرڪتيءَ چا ڪيو جو هن جي قميص تي ڪوئلي سان گڏهه جي تصوير ٺاهي ڇڏيائين. فقير جڏهن وهنجي ٻاهر نڪتو ۽ ڪپڙا پئي پاتائين ته هن کي سندس ڪپڙن تي گڏهه جي تصوير نظر آئي. وتائي فقير (اوسي پاسي ڏسي) وڏي واڪي چيو: "ڪهڙي گڏهه منهنجي قميص سان منهن اگهيو آهي." اهو ٻڌي پر ۾ بيٺل ماڻهو ٽهڪ ڏيئي کلڻ لڳا.

## ويٺي وار ڪُسي ويندؤ

وتائي جي ڳوٺ ۾ ڪنهن جوڙي کي شادي ڪئي عرصو لنگهي ويو ڪين اولاد ڪونہ ٿي ٿيو. سو هفتو ڪن مشهور بزرگ جي مزار تي وڃي ترسيا. جنهن لاءِ مشهور هو تہ هو "قنڌين کي ڦرتو ڏئي." سو زال مڙس هفتو راتن جو ان بزرگ جي مزار تي اوجاڳو ڪندي، پٽ لاءِ دعائون پنندا رهيا ۽ روايت موجب ڪنهن نشاني ملڻ جي انتظار ۾ هئا. جو مشهور هو تہ اولاد ٿيڻ لاءِ پير در تي آيل سوالين ڏانهن ڪا نہ ڪا نشاني موڪلي ٿو. نہ ڄاڻ تہ اها نشاني پير ڪان وڌيڪ درگاهہ کي گذر جو وسيلو بنائيندڙ خليفن جي ڪارستاني هئي. سو نيٺ آخري رات، زال مڙسن کي جڏهن ننڊ جا ڪيپ چڙهيا تہ ڪو خليفو سندن ويهاڻي هيٺان، ڪنهن ٻار جي لٽل جهنڊ جا وار رکي ويو. صبح ٿينديءَ ئي جڏهن مائي سڳوريءَ ويهاڻي هيٺان وار نشانيءَ طور ڏٺا تہ وٺي نچي ڪڏي ۽ پوءِ ٻئي زال مڙس نچندي ڪڏندي ڳوٺ ڏانهن واپس آيا. اتفاق سان واٽ تي زال مڙس جي ملاقات وتائي فقير سان ٿي.

مرد ڪجهہ ڪڇي ان ڪان اڳ مائيءَ وات پري وتائي سان ڳالهہ ڪئي: "فقر سائين! اسان کي مرشد وٽان پٽ ڄمڻ جي نشاني ملي آهي." وتائي پڇيس: "مائي سڳوري! اهو ورِي ڪيئن؟" مائيءَ وراڻيو: "فقير هي ڏس رات مرشد سائين وار نشانيءَ طور موڪليا آهن ۽ خليفي چيو تہ 'مرشد سائين جي ڏنل نشاني مان مراد آهي تہ اوهان کي پٽ ڄمندو ۽ ان جي جهنڊ هتي لاهجو'" وتائي وراڻيو: امڙ! خليفو ڀليو آهي، مرشد نشاني موڪلي ٻڌايو ٿوَ تہ 'مون وٽ ويني ويٺي وار ڪسي ويندوَ پر ورندوَ ڪجهہ بہ ڪونہ.'" وتائي جي ڳالهہ ٻڌي، مائيءَ ڪٽي ماٺ ڪئي.

## ڪٽ ڪٽي نہ ڏيو

وتائي وٽ ماماڻن وٽان ڪي مهمان آيا. تہ ماءُ چيس: "وتايا! ڪا پاڙي مان ڪٽ تہ وٺي اچ." فقير ماءُ جو چيو اکين تي رکي پاڙي مان ڪٽ وٺڻ ويو.

ڪنهن پاڙي واري جي در تي پهچي وڃي سڏ ڪيائين: "او او فلاڻا! باهر تہ نڪرجانءِ." همراهہ پاڻ تہ ڪونہ نڪتو سندس پٽ اچي پهتو. فقير چيس: "ابا! مهمان آيا آهن، سو ڪٽ تي کپي."

همراهہ وراڻيو: "فقيرا! ڪٽ جي تہ ڪا ڳالهہ ڪانهي، پر اسان وٽ رڳو ٻہ ڪٽون آهن. هڪ تي مان ۽ بابو تا سمهون تہ ٻيءَ تي امڙ ۽ منهنجي گهرواري تيون سمهن."

فقير چيس: "ابا! ڪٽ ڪٽي نہ ڏيو پر سمهو تہ سُرَ سان." هڪ تي تون ۽ تنهنجي جوءِ سمهي، ٻيءَ تي پٽهين ۽ تنهنجي ماءُ سمهي. وڌيڪ توهان جي مرضي."

## اوهان کي بہ خبر پوي

ڳالهہ تا ڪن تہ وتايو فقير هڪ ڏينهن پنهنجو گڏهہ ڪاهي پڙيءَ تي ويو. پڙيءَ تي پهتل خريدارن مان جڏهن ڪو گڏهہ کي ڏسڻ لاءِ اڳيان تي آيو تہ، گڏهہ کيس چڪ تي هنيو ۽ جڏهن خريدار پويان ڦري سندس جاتزو تي ورتو تہ. گڏهہ ان کي لت وهائي تي ڪيڏيءَ. ائين واري واري ٻن ٽن واپارين سان گڏهہ اهڙي ڪار ڪئي. نيٺ ڪاوڙ مان هڪ خريدار وتائي کي چيو: فقير ههڙو ڪٽر گڏهہ آخر توڪان وٺندو ڪير؟

فقير وراڻيو: ادا، آءٌ بہ گڏهہ وڪري لاءِ ڪونہ ڪاهي آيو آهيان. آندو رڳو ان لاءِ اٿم تہ، ٻين کي بہ خبر پوي تہ مون سان ڪهڙي ويڌن آهي.

## دعا جو در ئي ساڙي ڇڏيئي

ڳالهه ڪندا آهن تہ وتايو فقير ڪنهن پراهين پنڌ تان موٽنديٰ تڪڙو تڪڙو ڳوٺ جي گهٽيءَ ۾ پهتو تہ ڪا مائي سڳوري پنهنجي گهر جي ڳليءَ تي مليس، تنهن جي ڪيڪارڻ تي فقير وراڻيس: مائي ڇڏ ڪيڪار ڪي، مسافريءَ کان موٽيو آهيان، سو بک بہ ڏاڍي لڳي اٿم. بڏاءِ ڪو اٽئي ٽڪر ڳيو.

مائيءَ وراڻيو: فقير تازو پت رڌو اٿم. اچ توکي ڪوسو ڪوسو پت ٿي کارايان ۽ فقير دل ئي دل ۾ سوچيو: واهہ يلا ياڳ منهنجا! ۽ مائيءَ کي چيائين، ادي جلدي آٽي ڏيم. اصل بک کان ساهہ پيو وڃي!

مائي تڙ تڪڙ ۾ گرم پت جي ٿالهي پري اچي وتائي اڳيان رکي ۽ چوڻ لڳس: ادا ڪوسو ڪوسو پت ڏاڍو مزيدار ٿيندو اٿئي. بس وجهہ وات ۾، وچ ڳيتون ڏيندو. اصل دير نہ ڪر. فقير بہ اڳ ئي بک جو تپايل ويتر جو مائيءَ تڪڙ لاءِ چيس سو ويو ڪوسو پت ڳهندو.

نيٺ پت ڪائي ڪيائين دنگ. جڏهن هلڻ هارو ٿيو تہ مائيءَ چيس: فقير ويندي ويندي ڪا دعا تہ ڏيندو وڃيم.

فقير وراڻيو: مائي دعا جو در ئي ساڙي ڇڏيئي. هاڻ تو لاءِ ڪهڙي دعا نڪرندي.

## سچاٽون سپ ڪنهن کي ٿا

هڪ پيري وتايو فقير گهمندي گهمندي عمرڪوٽ اچي نڪتو اتان جون عورتون تڙ تي پاڻي پري رهيون هيون،

جيڪي ڪيس سجاڻينديون هيون. انهيءَ وقت انهن عورتن ۾ سندن مڱينديءَ به موجود هئي. ان تي عورتن سندس مڱينديءَ کي چيو: آئي تون وتائي کي ڪيڪار ڏسون ته ڇا ٿو چوي؟

جڏهن سندس منگ ڪيس ڪيڪاريو ته، وتائي هڪدم وراڻيو: "ڇريا ڪريا آهيون، پر سڃاڻون سڀ ڪنهن کي ٿا."

## تنهنجي نالي تي

وتائي فقير هڪ ڏينهن شهر ۾ گهمندي ڪنهن فروٽ وڪڻندڙ وٽ گدرا رکيل ڏٺا.

ڪنهن فقير گدرن واري اڳيان صدا هڻي چيو: "خدا جي نالي تي ڏي."

هن هڪ ڦٽل گدرو ڪڍي ڏنس.

وتائي جو بيٺي اهو لقاءُ ڏٺو سو ڪيسي مان ٽڪو ڪڍي گدرن واري کي ڏنائين ۽ چيائينس: "هن جو ته گدرو ڏيم."

دڪاندار چونڊي هڪ سٺو گدرو وتائي کي ڏنو. اهو وٺي آسمان ڏي نهاري چيائين: "تنهنجي نالي تي جيڪي مليو ٿي سو به ڏٺئي ۽ جيڪو ٽڪي ۾ ورتو اٿم سو به ڏس! بس يار! ماڻهن وٽ تنهنجو ملهه ٽڪو به ڪونهي!"

## عشق

هڪ ڏينهن وتايو فقير پنهنجي هڪ دوست سان اوپاريون لهواريون ڪري رهيو هو ته، ڳالهين ڪندي اچي عشق جي ڳالهه نڪتي.

فقير پڇيس: "عشق" ڇا آهي؟

دوست چيس: "فقير، عشق دل جي وندر ۽ روح جي راحت

آهي، جنهن کي اندر ۾ عشق ناهي، سو انسان ئي ڪونهي.“

ان تي فقير چيو: ”ڀلا اهو عشق ڪنهن سان ڪبو آهي ۽ ڪيئن ڪبو آهي؟“

دوست چيس: فقير مرد جو عشق هميشه عورت سان ٿيندو آهي ۽ ان کي عشق جي اري ۾ اڙائڻ جا ڪيترائي طريقا ٿيندا آهن. ان کي پهرئين سنهون پتر پور ڪٽي هٽبو هوءَ ڪجهه نخرو ڪندي ۽ اک ٽيٽ ڪري مرڪندي. ائين عشق جو گاڏو اڳتي وڌندو آهي.“

اهي خبرون چارون ڪري، ٻئي موڪلائي روانا ٿيا. ٻئي ڏينهن فقير گس وٺيو پئي ويو ته ڏٺائين ته: هڪ خوبصورت عورت پئي وڃي، فقير جي دل کي ڏاڍي وٽي وئي سو فقير چا ڪيو جو هڪ وڏو پٿر ڪٽي نڪاءُ ڪراياائينس ڪياڙيءَ ۾، عورت ويچاري ڪري پئي ۽ بيهوش ٿي وئي.

فقير ويجهو ويس ته ڏسان، ڪله مرڪ منهن تي آئيس، پر ڇا ڏسي ته مار مائي ته ڏند شيڪيون پئي آهي، سو ان ڏانهن نهاري چيائينس: ”مون توکي پٿر هنيو هو ته مون سان عشق ڪريا ائين ٻتيهي ڪٽي ٻاهر ڪيا!“

## نيت ته هتي ايندا

هڪ دفعي وتائي جي ڳوٺ مان چوري ٿي وئي، سو ڳوٺاڻا چورن جا پير ڪٽي نڪتا، پر وتايو هڪدم ڊوڙي وڃي قبرستان ۾ ويهي رهيو.

ماڻهن پڇيس: ”فقير، هتي ڇا وينو ڪرين؟“

چيائين: ”چورن جو اڳ تو جهليان، نيت ته هتي ئي ايندا!“

انهيءَ ڏينهن کان پوءِ سنڌيءَ ۾ اها چوڻي عام آهي ته: ”وتائي وارو اڳ جهليو اٿيئي!“

# سونارو ۽ وتايو

هڪ ڏينهن هڪ سونارو ۽ وتايو فقير، ڪنهن مسافريءَ تي گڏجي نڪتا. پنڌ ڪندي ڪندي ڪين سج لهي ويو. رات جو فقير تہ گس تي ئي ليٽي پيو. پر سوناري وٽ هڪ سؤ روپيا هئا، سو پاسو وٺي وڃي سمهي رهيو.

ٿوري رات گذري تہ ڪن چورن اچي وتائي کي جاڳايو ۽ چيائونس: ”جيڪي ڪجهہ اٿئي، سو ڪڍي ٻاهر ڪر.“

فقير، اکيون مهٽيندي چيو: ”ٻيلي آءٌ اهڙي خساري وارو ڪم ڪريان ئي ڪونہ.“

ٻئي چيو تہ: ”يار! ڇو اچي هن سڃي کي ورتو اٿوَ؟“

انَ تي وتائي فقير چيو: ”آءٌ ڪٿي سڃو آهيان تہ خير، پر پريان هو سونارو تہ سڃو ڪونهي، سؤ روپيا روڪڙا ڪيسي ۾ پيا اٿس!“

اهو ٻڌي چور سوناري کي ڦري آيا ۽ ڪانئس سؤ روپيا کسي ورتائون.

جڏهن چور هليا ويا تہ، سوناري، وتائي کي چيو: ”واهہ يار واهہ، تنهنجي چڱ مڙسي! هٿ وٺي مون کي چورن هٿان ڦرايئي.“

وتائي چيو: ”سوناري جو سؤ ويو تہ خير آهي، چورن اڳيان پاڻ کي سڃو ثابت ٿوروئي ڪبو.“

## سهپ

هڪ ڀيري وتايو فقير پنهنجو گس وٺيو پئي ويو تہ، اوچتو پيرَ ۾ ڪنڊو لڳس، سو وٺي دانهون ڪيائين. سندس دانهن تي ماڻهو اچي مڙيا ۽ ڪانئس پڇيائون: ”ڪر خبر فقيرا! ڇا ٿيو؟“

چيائين: ”الله سائين جا به قهر آهن. آءُ ڪو ايوب عليه السلام جهڙو صابر ڪونه آهيان. جو هيءُ هري هري مون کي سهسائي ٿو. هينئر ڪنڊو هنيو اٿس جي نه ڪڇيس ته سياٽي يالو هٽندو! ٻيلي پاڻ ۾ ايتري سهپ ڪونهي، ان ڪري وني رڙيون ڪيم ته من اڳتي ٿارو ڪري. “

اهو ٻڌي، ماڻهو کلي هليا ويا.

## مئي سهايوَ پر ڏني نه سهايوَ

هڪ پيري جي ڳالهه آهي ته، وتايو فقير ڪيڏانهن وڃي رهيو هو واٽ تي ڏٺائين ته ڪي ماڻهو لاش کنيو پيا اچن، ويجهو وڃي ڪانڌن پڇيائين: ”ڇا کنيو اٿوَ؟“

ماڻهن جواب ڏنس: ”انڌو آهين ڇا؟ ڏسين نٿو ته لاش کنيو پيا وڃون!“

وتائي چيو: ”اهو ته آءُ به پيو ڏسان، پر اهو ته ٻڌايو مرد آهي يا عورت!“

هنن چيو: ”عورت!“

وري پڇيائين: ”ڪنواري آهي يا پرڻيل؟“

هنن ٻڌايس ته: ”ڪنواري!“

ان تي هڪدم چيائين: مار پيئڙ مئي سهايوَ پر ڏني نه سهايوَ.

## وڏو در

هڪ ڏينهن وتايو فقير مسجد جي پر مان لنگهيو ته ڇا ڏسي ته، هڪ مائيءَ مسيت جي در اڳيان دعا گهري رهي هئي ته: ”وڏا در الله جا! پناهه پاند ڏجانءِ.“

اهو ٻڌي، وتائي ورائيس: ”مائي سڳوري، وڏا در ته اوهان جا آهن، جن پيغمبرءِ پير پيدا ڪيا ۽ جن اچي مسجدون جوڙايون.“

## دعا

ڪنهن مائيءَ وتائي فقير کي چيو: "فقيرا دعا ڪر ته، منهنجو ڇوڪرو روئي نه!"

فقير جواب ڏنس: "مائي! جيڪي هوندا، سي روئيندا ۽ جيڪي نه هوندا، سي نه روئيندا."

## دعوت

هڪ ڏينهن وتايو فقير ڪنهن شاديءَ جي دعوت ۾ ويو. جڏهن ڄاڃين پيٽ ڪائي بس ڪيو ته، اٿندا ۽ پئو (منهن) ڏيندا پئي ويا ۽ هر ڪو پئو ڏئي پنهنجو نالو لکائيندو ٿي ويو. وتايو فقير به پوئي لکندڙ جي پر ۾ اچي ويٺو. ڪيس چيائين: "لک، وتايو فقير ڏهه روپيا!"

ماڻهن چيس: "فقير تو ته پئسا ڏنائي ڪونه!"

چيائين: "هڪڙو ڏيان نه، ٻيو لکايان به نه ڇا."

## بيماريءَ دعا

هڪ سال وتائي فقير جي ڳوٺ ۾ اچي وڏي بيماريءَ منهن ڪڍيو. ويچارا ماڻهو ٻوڙي فقير وٽ آيا ۽ چيائونس: "فقيرا خدا کان دعا گهر ته، خير ڪري ۽ هيءَ موزي بيماري ٽاري!"

فقير جواب ڏنو "ابا! ڇڏيوس ته به ٽي ڏينهن پلي موجون مائي، ۽ ماڻهو ماري دنگ ڪري، پوءِ ڪو نالي وٺڻ وارو به ڪونه هوندس."

## ايڏي تڪڙ

هڪ سال وتائي فقير کي خيال ٿيو ته، ٻني پوکجي، سو هڪ شخص سان پائيواري ڪيائين. هڪ ڏينهن ٻئي ڄڻا گڏجي زمين تي ويا. انهيءَ شخص جهنگ وڍڻ شروع ڪيو ۽ وتائي کي چيائين: "فقيرا تون وڃي ٿانڊو ڪٺي اچ، ته هيءُ جهنگ ساڙيون."

وتايو فقير اتان روانو ٿيو ڪافي انتظار بعد به وتايو ڪونه وريو سو سندس پائيوار ويچارو راهه نهاريندو رهيو ته اجهو ٿو فقير ٿانڊو ڪٺي اچي، پر سج لهڻ تائين وتائي جي ڪابه خبر نه پئي، نيٺ بيزار ٿي هو به گهر موٽيو ۽ ٻئي ڏينهن اڪيلو ٻنيءَ تي هليو ويو. اهڙي طرح هو پنهنجي سر ٻنيءَ تي ويندو رهيو. ٻني به پوکجي راس ٿي ۽ پچي به ويئي. اَنُ صاف ٿيو ۽ ٻنٽي شروع ٿي. وتائي فقير کي خبر پئي ته، اڄ فلاڻي هاريءَ جي ٻنٽي آهي، سو ٿانڊو ڪٺي ڊوڙندو آيو ۽ جيئن ئي ٻار کي ويجهو پهتو تڪڙو تڪڙو هلڻ شروع ڪيائين ته، پير ترڪي پيس ۽ وڃي ڪِريو.

ماڻهن چيو: "مارا فقير ايڏي تڪڙ! ٿانڊو ٿي ڪيرائي ڇڏيئي."

ان تي وتائي اٿندي وراڻيو: "ادا! بس ماريو ته انهيءَ تڪڙ آهي نه!"

## سيني کي ٻڌائي ڇڏجو

هڪ ڀيري وتائي فقير ڏڳو خريد ڪيو اهو ڪاهي ڳوٺ ڏانهن روانو ٿيو ته، واٽ تي هڪ شخص مليس، جنهن پڇيس ته: فقيرا ڏڳو گهڻي ورتئي؟"

جواب ڏنائين: ٻن روپين ۾."

وري ٿورو اڳتي هليو ته، ٻيو شخص مليس، تنهن پڇيس ته: "فقير ڍڳو گهٽي مليئه؟"

ان کي به جواب ڏنائين: "ادا! ٻن رپئين ۾."

اهڙيءَ طرح ڳوٺ تائين پهچندي پهچندي، ڪيترن ئي ماڻهن کانئس ڍڳي جي قيمت پڇي. جڏهن ڳوٺ کي ويجهو پهتو ته، دل ۾ خيال ڪيائين ته، جيڪر ڍڳو ڳوٺ ۾ ڪاهي پهتس ته، سيڪو اچي ڏار ڏار ٿيا پڇندو پوءِ ته منهنجو سر ئي ويو، ان ڪري ڪا اهڙي تجويز ڪجي، جو هڪ ئي ڀيري سموري ڳوٺ کي قيمت جي خبر پئجي وڃي. سو جڏهن ڳوٺ جي ويجهو پهتو ته، هڪ وڻ تي چڙهي، وٺي دانهون ڪرڻ لڳو ماڻهن جو سندس رڙيون ٻڌيون ته، سيئي ڊوڙندا اچي گڏ ٿيا ۽ کانئس پڇياڻون: "فقير رڙيون ڇو ٿو ڪرين؟"

"ادا! مون هي ڍڳو! فلاڻي ماڻهوءَ کان ٻن روپين ۾ ورتو آهي، سڀ ڏسي ڇڏيو ۽ وري مون کان نه پڇجو ۽ جيڪو هتي نه آيو هجي، ان کي به ٻڌائي ڇڏجو!"

## ڏاڍي کان پري ڀلو

وتايو فقير ڪنهن مسافريءَ تي پري هليو ويو ۽ کيس ڪيترائي ڏينهن گذري ويا. سندس ماءُ ڇا ڪيو جو سامان کڻي وڃي سيد جي پاڙي ۾ ويٺي. جڏهن وتايو مسافريءَ تان موٽي آيو ته، اچي ماڻهن کان پڇيائين: "امان ڪيڏانهن ويئي؟"

ڪنهن چيس: "وڃي سيد جي پاڙي ۾ گهر اڏيو اٿس."

نيٺ ڳولي ڳولي وڃي کيس هٿ ڪيائين ۽ چيائينس: "امان! تون هتي ڇو اچي ويٺي آهين؟

هن چيو: "ابا! هتي ٻنهي جهانن جا وسيلا آهن. تڏهن اچي سندن پاڙي ۾ پئي آهيان."

وتائي چيو: "امان ڦهر ڪري ڇڏيئي!! ڏاڍي ڪان جيترو پري. اوترو پلو هاڻ جي سيد ڪاوڙجي ته ٻه وتايو مٺو ۽ جي امان ڪاوڙجي ته ٻه وتايو مٺو!!"

## ٻوڙي تائين ڏٻ

هڪ ڏينهن وتائي فقير کي ڪنهن روپيو ڏنو سو پٽڪي ۾ ٻڌي ڇڏيائين، رات جو ڪيس اچي ڪتڪو ٿيو سو ننڊ ئي نه پئي اچيس، نيٺ صبح ٿيندي ئي گهران نڪتو ۽ گس ۾ هڪ ٻوڙو ڏسي، روپيا ڪڍي ان ۾ اڇلايائين. اڳتي وڌيو ته، ڪي ماڻهو مليس، انهن مان هڪ پڇيس ته: "فقيرا واٽ تي ڪو ڏٻ ڏاءُ ته ڪونهي؟"

وتائي فقير چيس: "ٻيلي! انهيءَ ٻوڙي تائين ڏٻ اٿوَ اڳتي خير آهي!"

## هو ٻه خوش ۽ آءٌ ٻه خوش

هڪ ڏينهن وتائي فقير وٽ ڪي مهمان اچي نڪتا، هن مسڪين وٽ هڙ ۾ ڪجهه به ڪونه هو جو ڪين ڪجهه وٺي ڪارائي. اوچتو هڪ ڇوڪر اچي اتي کهرن جو هوڪو ڏنو. وتائي فقير اتي ڪيس سڏ ڪيو ۽ سڀ کهرُ تورائي ڪڍي مهمانن جي اڳيان رکيائين. جڏهن ڇوڪر پئسن جي گهر ڪئي ته، اٽندي ئي ٻه ٽڦڙ هٽي ڪڍيائينس، ڇوڪر روئڻ لڳو. گهڙي گذري ته، هڪ شخص آيو ۽ اچي فقير کي پئسا ڏنائين، فقير يڪدم اٿيو ۽ ڇوڪر کي پئسا ڏيئي روانو ڪري ڇڏيائين.

مهمانن پڇيس ته: "فقيرا تو اهو ڇا ڪيو؟"

جواب ڏنائين ته: "مون وٽ هڙ ۾ ڪجهه به نه هو ڏٺم ته، خدا کي سوال ڪندس ته اهڙو ٽڪڙو اصل ڪونه پڏندو سو چوڪر کي وٺي ٽڦڙ هنيم. هن جو دانهون ڪيون ته، ڏسو! ته ڪيئن نه ٻڌي ورتائين ۽ پئسا ٽڪڙا به موڪليائين. هاڻي هو به خوش ۽ آءُ به خوش!"

## ٿانڊا

هڪ ڀيري وتايو فقير، پنهنجي ماءُ سان گڏجي، ڪيڏانهن سفر لاءِ نڪتو هلندي هلنديٰ واٽ تي رات پئجي وين. ماڻس، فقير کي چيو: "ابا! ڪٿان ڪو ٿانڊو ڪٽي اچ ته، ماني پچائي وٺان."

فقير جواب ڏنس: "امان! هتي رڻ پٽ ۾ ٿانڊو ڪٿان آيو؟"

ماڻس ڪاوڙ مان وراڻيو وڃي دوزخ مان ڪٽي اچ.

فقير چيو: "امان! دوزخ ۾ ٿانڊو آهي ئي ڪونه!"

ماڻس حيران ٿي پڇيس: "ابا! هي جو ماڻهو چوندا آهن ته، گنهگارن کي دوزخ جي باهه ۾ ساڙيو ويندو سو ڪيئن؟"

فقير وراڻيو: "ٿانڊو هر ڪو هتان ئي ڪٽي ويندو."

## سچائي به ڪم تي اچي

هڪ ڀيري سانوڻيءَ موسم ۾ درياهه اٿلڻ سبب وڏي ٻوڏ آئي. سو سنجي شهر کي ٻوڏ جو خطرو ٿي پيو. ماڻهن کي اچي ساهه جي لڳي ۽ هر ڪو ٽپڙ ڊوڙڻ ۾ لڳي ويو. وتايو به پنهنجون به ٽي رليون ۽ مختصر سامان ڪٽي شهر کان ٻاهر ٿي نڪتو. ماڻهن جي اها حالت ڏسي چيائين: "وقت تي سچائي به ڪم تي اچي!"

# چيڙ

هڪ ڀيري ڪنهن واهه جو بند ڀڄي پيو اتي جي. زميندار پنهنجي ڪمدار کي حڪم ڏنو ته: "چيڙ وٺي وڃ ۽ بند ٻڌائي اچ." ڪمدار چيڙ وٺي وڃي ڪم شروع ڪيو. گهارو تمام زبردست پيو هو ان ڪري بند ٻڌجي ئي نه پيو. ڪمدار ماڻهن تي گهڻو ئي گوڙ ڪيو پر هنن ويچارن جو پاڻيءَ سان ڪهڙو وس!؟ سو وڏيءَ ڪوشش باوجود به بند ٻڌي نه سگهيا.

انهيءَ بند جي پرسان عام گس هو ڪمدار خيال ڪيو ته: هاڻي جيڪو به ماڻهو اتان لنگهندو وڃي، ان کي به ڪم تي لڳائيندو وڃان، ورنه شام تائين بند نه ٻڌو ته، زميندار مڇرجي پوندو.

اتفاق سان انهيءَ مهل وتايو ۽ ٻيا همراهه به اتان اچي لنگهيا، ڪمدار هڪل ڪئي، "ويندڙ خبرون ڏيو؟"

هنن جواب ڏنس: "اسين فلاڻي رئيس جا ماڻهو آهيون، سندس ڪم سان پيا وڃون، ٻيو سڀ خير!"

ائين چئي هو هليا ويا، پوءِ ڪمدار فقير کان پڇيو "تون ڏي خبر! ڪنهن جو ماڻهو آهين؟"

وتائي چيو: "خدا جو ماڻهو آهيان."

ان تي ڪمدار چيو: "هل ڙي هل! تون خدا جون ماڻهو آهين ۽ ٻيا چورن جا!. هل هلي ڪم ڪراءِ.

اهو ٻڌي وتائي فقير آسمان ڏانهن ڏٺو ۽ چيائين: "اي خدا! تنهنجومان ته وڏيري جهڙو به ڪونهي."

## صحيح نه ڏنئي

هڪ ڏينهن وتائي فقير جي گهر ۾ اَنُ کپي ويو. ماڻس ٻڌايس: "ابا! اڄ گهر ۾ اَنُ خير ڪو آهي."

فقير هڪدم اٿيو ۽ ڏو مسجد ۾ گهڙي ويو. پنو قلم ڪڍي، رب پاڪ کي مخاطب ٿيندي چيائين، "جي ڪٿو آهين ته صحيح ڏي."

اوچتو انهيءَ مهل مسجد جي در وٽ فقير کي سڏ ٿيو. ڏسي ته، هڪ شخص گڏهه تي اَن جي ڳوڻ رکيو ڪيس. پيو سڏي. جڏهن فقير انهيءَ شخص وٽ آيو ته هن چيس: "فقيرا هيءَ ڳوڻ تنهنجي لاءِ آندي اٿم."

وتائي ڪلي ڏنو ۽ چيائين: "صحيح نيث ڪانه ڏنئي باقي اَنُ موڪلي ڏنئي!"

## خدائي ورڇ

هڪ ڀيري ڳوٺ واري مسجد ۾ ڪنهن جماعتيءَ، نمازين ۾ مٺائي ورهائڻ لاءِ آندي، وتايو فقير به اتي موجود هو. سيني جماعتين فقير کي چيو: "فقير تون اتي مٺائي ورهاءِ."

فقير چيو: "ٻڌايو خدائي ورڇ ڪريان يا ماڻهن واري؟"

سيني چيس: "فقيرا خدائي ورڇ ڪر، ٻيو ماڻهن واري ڪهڙي؟"

هن ڇا ڪيو جو ڪنهن کي ٻُڪُ ڀري ڏنائين ته، ڪنهن کي بلڪل ٿورڙي، ڪنهن کي ته وري ڪٿو به ڪونه ڏنائين.

جڏهن سموري ائي ورهائي دنگ ڪيائين ته، ماڻهن چيُس: "واهه فقير واهه! هي ڇا ڪيئي؟"

جواب ڏنائين: "ماڻهن واري ورڇ تي اوهان مون کي ڪرڻ ئي ڪانه ڏني، باقي خدائي ورڇ ته اها آهي، جو ڪنهن کي بڪ ته ڪنهن کي ڊؤا ڪنهن کي تورو ته ڪنهن گهٽو!!"

## وتايو فقير ۽ حلوائي

هڪ ڀيري وتايو فقير هڪ حلوائيءَ جي دڪان جي ڀرسان اچي لنگهيو. ڏٺائين ته قسمين قسمين مٺاين جا ٿالهه ڀريا پيا آهن، پر حلوائي ماٺ ڪريو ويٺو آهي. هن ڇا ڪيو، جو آڱر وڌائي حلوائيءَ جي اکين ۾ هڻڻ لڳو. حلوائيءَ چيس ته: "فقيرا اهو ڇا ٿو ڪرين؟"

هن چيو: "سچو آهين ڇا؟"

دڪاندار چيو: "ها!"

ان تي وتائي چيس: "جي سچو آهين ته پوءِ هيترا مال ڏسيو ماٺ ڪيو ڪيئن ويٺو آهين؟"

دڪاندار جواب ڏنس: "جيڪڏهن مان پاڻ ويٺو کاوان، ته منهنجو گهر تباهه ٿي وڃي!"

ان تي وتائي فقير هڪدم چيو: "چڱو! تون اٿي، ته آئون ٿو کاوان، ڀلي منهنجو گهر تباهه ٿئي."

## ڏکا ته نه ڏي

هڪ ڏينهن وتايو فقير خدا تعاليٰ کان دعا گهري رهيو هو. هٿ مٿي کڻي، سوال ڪندو پوئتي هٽندو ويو. پٺيان ڪا کڏ هئي، جنهن جي کيس خبر ئي ڪانه پئي، هو پوئتي هٽندي، هٽندي اوچتو وڃي انهيءَ کڏ ۾ ڪريو.

يڪدم مٿي نهاري چيائين: "دعا نه ٻڌين ته نه ٻڌ، پر ڏکا ته نه ڏي!"

## سومهٽي جي نماز

وتائي فقير جي ڳوٺ ۾ رات جو هڪ شخص سج لٿي بعد گذاري ويو. سو ٻئي ڏينهن صبح جو ڪنهن شخص فقير کي چيو ته: "فقيرا! رات پاڻ وارو يار گذاري ويو. ڏاڍو چڱو ماڻهو هو."

ڪهڙي وقت وفات ڪيائين.

همراهه وراڻيو: بس! فقير ٿيا تو پڇين سج لٿي جي نماز پڙهي، ڪي گهڙيون گهر ۾ مس وينو ته اوچتو روح پرواز ڪري ويس.

فقير کلي چيو: "ادا! چڱو ٿيو ڇٽي پيو سومهٽي جي نماز کان!"

## گڏهه ۽ ڍڳي

وتائي فقير وٽ هڪ ڍڳي هوندي هئي، هو کيس روز گاهه آڻي ڏيندو هو. اتفاق سان هڪ گڏهه اچي هريو ۽ روزانو ڍڳيءَ جو گاهه کائي ويندو هو فقير ان کي هڪلي هڪلي ٿڪجي پيو ۽ جڏهن گهڻو بيزار ٿيو ته، رب پاڪ کي سوال ڪيائين، "ڌڻي منهنجا! هن گڏهه کي مار!"

صبح ٿيو ته ڏسي ته سندس ڍڳي مئي پئي آهي. فقير يڪدم گهران نڪتو ۽ وڃي هڪ انڌي کي وٺي آيو. ان کي چيائين: "هني مئل جانور ته سڃاڻ!"

هن هٿ لائي چيس: "هيءَ ڍڳي آهي."

ان ٿي ڪنڌ مٿي ڪري چيائين: "اي الله! انڌي کي به سڃاڻپ آهي ته هيءَ ڍڳي آهي. وڏيڪ ٿيا چوان ۽!"

## ڏٽيءَ جي ياد

هڪ پيري وتايو فقير ڪيڏانهن وڃي رهيو هو ۽ وات تي "لااِله اِلاالله" جو ذڪر ڪندي پئي ويو. پويان ڪجھ ماڻهو پئي آيا. سي فقير جي ويجهو پهتا ته هنن سندس ذڪر ٻڌي سمجهيو ته هيءَ ڪو درويش آهي، ان ڪري انهن ماڻهن مان هڪ شخص ڪيسي مان رپيو ڪڍي، فقير کي ڏنو.

فقير، رپيو ورتي، اڳتي هليو. ڪيس دل ۾ اچي خيال ٿيو ته، انهيءَ رپئي جو ان وٺان يا ماءُ لاءِ ڪپڙا، انهيءَ خيال ۾ ڪانئس ذڪر وسري ويو ۽ اچي ڳٽتيءَ ورايس. وري خيال آيس ته، هن رپئي ته مون کان الله جو نالو ئي وسارائي ڇڏيو. رپئي کي ڪيسي مان ڪڍي، اڇلي ڇڏيائين ۽ چيائين، "رڳو هڪ رپئي ئيَ مون کان الله جو نالو وسرائي ڇڏيو آهي، ته پوءِ جن ماڻهن وٽ جججهي دولت آهي، سي ڪيئن ڏٽيءَ کي ياد ڪندا هوندا؟"

## امان جي وس

وتايو فقير، هڪ پيري ڪنهن ڪچهريءَ ۾ ويٺو هو ته، اتي هڪ شخص ويٺي ٻين کي نصيحت ڪئي: "ادا، سڀ ڪجھ الله سائينءَ جي وس آهي ۽ اهو هر شيءِ تي قادر آهي."

اُن تي وتائي فقير کلي ڏنو.

ماڻهن پڇيس: "فقير تون ڇو ٿو کلين."

چيائين: "اهو سڀ سچ آهي ته، هر ڪا ڳالھ رب جي وس آهي، پر هڪ ڳالھ امان جي بہ وس آهي!"

ماڻهن حيران ٿي پڇيس: ”اها ڪهڙي؟“
چيائين: ”وٺيس ته پٽ رڙي – وٺيس ته ماني پچائي!“

## ڪهڙي قهار جو نالو وٺئي!

هڪ ڀيري وتايو فقير درياهه جي پرينءَ پر ٿي ويو سو ٻيڙيءَ تي چڙهي ويٺو. جڏهن ٻيڙي پرجي ويئي، ته مهاڻي الله جو نالو وٺي ٻيڙي ڇوڙي، وتايو ٽپ ڏئي لهي پيو ۽ چيائين ته: ”ڪهڙي قهار جو نالو ورتو اٿيئي!“

انهيءَ تي ٻيڙيءَ ۾ ويٺلن مان ٻه ڄڻا به لهي پيا. ٻيڙي اڳتي هلي. جڏهن وچ سير تي پهتي ته خدا جي قهر سان اوچتو ئي اوچتو اونڌي ٿي پيئي ۽ ٻڏي ويئي.

## آءُ ڪٿي کائيندس

هڪ دفعي وتائي فقير ٻني پوکائڻ جو خيال ڪيو. ماڻهن کي ونگار لاءِ چيائين. جيڪي جوڙا ڪاهي آيا ۽ کيس سڄي ٻني کيڙي ڏنائون. جڏهن ٻني کيڙي بس ڪيائون ته، چيائونس: ”فقير هاڻي پٽ کاراءِ!“

اهو ٻڌي وتايو فقير اچي روئڻ لڳو.

ماڻهن پڇيس: ”فقير ڪر خبر روئين ڇو ٿو؟“

چيائين: ”ادا! روئان ان ڪري ٿو ته، توهان ته ماني وڃي پنهنجي گهر به کائيندؤ پر آءُ ڪٿي کائيندس؟“

## چڱو ٿيو

هڪ ڀيرو وتايو فقير ڪيڏانهن وڃي رهيو هو ته، واٽ تي سج لهي ويس، وٽس کيسي ۾ هڪ رپيو پيو هو. ان

ڪري ڊپ اچي تيس، تہ متان ڦورو ڦري وڃن ۽ پئسا هوندا، تہ جان جو بہ ڊپ آهي، ان ڪري اهڙي شيءِ ئي نہ هجي تہ چڱو. اهو سوچي، روپيو کيسي مان ڪڍي، هڪ ڪرڙ جي وڻ جي پاڙ ۾ اڇلائي ڇڏيائين ۽ پاڻ اڳتي هليو ويو.

صبح جو ڪو ڏنار مال ڪاهي اچي اتان لنگهيو تنهن جي نظر وڃي ربئي تي پئي. ڪرڙ ۾ رپيو ڏسئي سمجهيائين تہ، پڪ هتي ڪو خزانو لڪل هوندو سو کهاڙي کڻي سڄو ڪرڙ وڍي ڇڏيائين، پر پوءِ بہ پئسا هٿ نہ اچڻ تي ڪوڙي پاڙون بہ ڪڍي ڇڏيائينس.

وتايو فقير بہ – ٽن ڏينهن کان پوءِ جڏهن ڳوٺ ڏانهن موٽيو سوچيائين تہ ڪرڙ مان روپيو ڪنيو وڃان. جڏهن اتي پهتو تہ، ڏٺائين، ڪرڙ آهي ئي ڪونہ ۽ اتي کڏ لڳي پيئي آهي، ڪو ڪرڙ جون پاڙون يعني لاهہ بہ ڪڍي ويو آهي.

حيران ٿي چياٿين: ”وڃ! چڱو ٿيو جو روپيو اڇلائي ڇڏيم، نہ تہ منهنجا بہ ائين ئي لاهہ نڪري وڃن ها!“

## ڏئي ٿو، پر ڪبنگهائي

ڳالهہ تا ڪن تہ وتائي فقير کي پلاءُ ڏاڍو وڻندو هو. سو هڪ ڏينهن خيال ڪيائين تہ ماڻهو چون ٿا تہ خدا رازق آهي، سو آءٌ بہ آزمودو تہ وٺان، واقعي اها ڳالهہ سچي آهي يا نہ.

اهو خيال ڪري، شهر کان ٻاهر نڪتو ۽ هڪ واهہ جي ڪناري تي بيٺل هڪ وڻ تي چڙهي وڃي ويٺو انهيءَ حالت ۾ کيس بہ ڏينهن گذري ويا، پر ڪٿان بہ ڏاڪون پرجي نہ آيو. ٽئين ڏينهن ڪو رئيس شڪار لاءِ اتي پهتو ۽ ان وڻ جي

چانوَ ۾ اچي منزل انداز ٿيو (جنهن تي وتايو وينو هو) رئيس جا ماڻهو رڌ پچاءَ ۾ لڳي ويا. جڏهن ماني رڌجي تيار ٿي ته رئيس نوڪرن کي حڪم ڏنو: ”پهرئين ٿالهي، پريان جيڪو اچو قبو نظر پيو اچي، اتي وڃي خدا ڪارڻ ڏيئي اچو.“

وتائي فقير ڏٺو ته هاٿي جيڪڏهن ماٺ ٿو ڪيان ته اڄ به بک ٿو مران. ان ڪري وٺي زور سان کنگهياٽين. جڏهن رئيس کنگهڪار ٻڌي ته مٿي ڏٺائين. ڇا ڏسي ته فقير وڻ تي وينو آهي. ان کي ڏسي چيائين: ”فقير، هيٺ لهي اچ ۽ اچي پيٽ ڪاءِ.“

فقير وڻ تان لهي آيو ۽ پيٽ ڪائي ڳوٺ موٽيو ماڻهن پڇيس: ”فقيرا ڪر خبر — ٻه ٽي ڏينهن ڪيڏانهن گم ٿي ويو هئين؟“

چيائين: ”ٻڌو هوم ته خدا رازق آهي، سو ان جو آزمودو وٺڻ ويو هوس!“

ماڻهن حيران ٿي پڇيس: ”پوءِ پلا ڇا ٿيو؟“

جواب ڏنائين: ڏئي ٿو پر کنگهائي پوءِ ٿو ڏئي!“

## روزو کولڻ

هڪ سال وتائي فقير رمضان شريف ۾ جمع جو روزو رکيو. شام ٿي ته نماز پڙهڻ ۽ روزو کولڻ لاءِ مسجد ۾ آيو. جڏهن روزي کولڻ جو وقت ٿيو ته ملان، فقير اڳيان دال ۽ جوئر جي ماني آڻي رکي ۽ جيڪي آسودا نظر آيس، تن جي اڳيان ٻوڙ ۽ پلاءُ رکيائين. اتفاق سان ٻن ڇٽن جو گوشت جي ٻوڙ تان جهيڙو ٿي پيو.

هڪ چيو: ”تو گهران رڌل پٽاٽا آندا آهن، اهي ڇو نٿو ڪائين؟“

ٻئي ڇيو: "جي گوشت کاڌم تہ ڇا ٿيو تنهنجو نفس گوشت کائڻ لاءِ ڇوي ٿو ۽ منهنجو نہ؟"

ٻنهي ۾ جهيڙو وڌي ويو ۽ هڪٻئي کي گارگند ڪيائون. نيٺ ماڻهن وچ ۾ پئي جهيڙي کي ٽاريو.

فقير جو اها حالت ڏٺي، سو اٿي ملان وٽ ويو ۽ چيائينس: "توکي شابس هجي، جو مون کي گوشت جو ٻوڙ نہ ڏنئي، نہ تہ منهنجو نفس بہ هري پوي ها ۽ آءُ روز پيو اچان ها ۽ اهڙا جهيڙا پيو ڏسان ها."

## وڏيڪ ڇا ڇوانءِ

هڪ ڀيري وتائي فقير کي ڪيڏانهن پري وڃڻ جو خيال ٿيو. سوچيائين تہ: ايترو پنڌ ڪري نہ سگهندس. ان ڪري ڪو جانور هٿ ڪريان تہ، ان تي چڙهي وڃان، پنڌ کان بہ بچي ويندس ۽ تڪڙو بہ پهچي ويندس. اهو سوچي، سڄي ڳوٺ ۾ ماڻهن کان سوال ڪيائين، پر ڪنهن بہ ويچاري کي ڪو جانور ڪونہ ڏنو. نيٺ، مايوس ٿي گهر ڏانهن موٽيو. اتفاق سان گس ۾ هڪ ماڻهو گڏيس، جيڪو گڏه تي وڃي رهيو هو. ان کي سوال ڪيائين: "ٻيلي! مون کي ضروري ڪم سان وڃڻو آهي، پنڌ گهڻو آهي ۽ پنڌ هلڻ جي همت ڪانهيم. ان ڪري مهرباني ڪرين تہ، هڪ – ٻن ڏينهن لاءِ گڏه ڏينم، تہ ڪم لاهي اچان."

ان شخص کي روح ۾ رحم پيو، سو کيس چيائين: "فقير گڏه حاضر آهي، تون ڀلي ڪاهي وڃ."

وتايو فقير ڏاڍو خوش ٿيو ۽ ان کان گڏه وٺي، ان تي چڙهيو. جڏهن ڳوٺ کان ٻاهر نڪتو تہ سوچيائين: ڏنبو هٽائنس تہ تکو هلي، جيئن جلد پهچي وڃان. اهو سوچي،

گڏهہ کي ڏنبو هنيائين، تہ هن وني فقير کي ڪڏايو ۽ فقير ويچاري اڇي پٽ تي ڦهڪيو ڪيو.

هڪدم ڪپڙا چنڊي اٿيو ۽ چيائين: ”توکي جيڪو چوٽو هيم، سو تہ تون اڃي ئي آهين، هاٺي وڏيڪ ڇا چوانءِ؟“

## هبچ کان بچڻ

هڪ ڏينهن وتائي فقير کي ماڻس چيو: "ابا! روڪڙ کٽي پئي آهي، هاڻ تہ الله سائين کي سوال ڪر تہ ڪجهہ ڏياري."

فقير گهر ۾ بينل پير تي چڙهي، ان کي ڏوٽيو تہ منجهانئس روپين جو مينهن وسي پيو. ان مان هڪڙو روپيو کٽي اچي ماءُ کي ڏنائين.

ماڻس چيس: "ابا! هيترن روپين مان فقط هڪڙو روپيو کٽي آيو آهين؟

فقير چيو: ”ماٺ ڪر، هبچ نہ ڪر، الله سائينءَ کي ريچڪ آيئي تہ اهو بہ کسي وٺندءِ!“

## ڪاوڙجي ڏوڏ نہ وٺئي

وتائي فقير وٽ هڪ ڍڳي هئي. ماڻس جو ان سان تمام گهڻو پيار هوندو هو. خدا جي قدرت سان هڪ سال اچي مال ۾ ساتو پيو. ڍاڳين جا ڍاڻ خالي ٿي ويا. غريب غربي جي دانهن مچي وئي. ڪنهن وٽ ڪو هڪ ٻہ وهٽ هئا، سي اهي بہ مري ويا. وتايو فقير بہ انهيءَ ڏک کان بچي نہ سگهيو. ڍڳي هيس سا بہ مري ويس. ماڻس کي ڏاڍو ڏک ٿيو ۽ اچي روئڻ ۾ چٽڪي، سو بس ٿي نہ ڪري. وني دانهون ڪري چوي، الله کي بہ اچي اسان جي ڍڳي سُجهي. اسان

جي مسڪينيءَ تي ڪهل ڪانہ آيس. اها بہ ڪسي ورتئين. تڏهن وتائي فقير چيس: "ماٺ ڪر. مورڳو الله سائين ڪاوڙجي ڏوڌ نہ ونيئي."

## سٽين ٿو پر سمجهين نہ ٿو

وتايو فقير ڪنهن سفر تي نڪتو. پنڌ جي تڪليف ڪري الله سائين کي سوال ڪيائين: "مولي! اڄ تہ ڪا سواري ڏيار تہ چڙهانس." اڳتي هليو تہ هن کي هڪ پوليس وارو ڏسڻ ۾ آيو. ان جي گهوڙي گس ۾ ويامي پيئي هئي. سو انهيءَ تاڙ ۾ هو تہ ڪو ماڻهو اچي تہ گهوڙيءَ جو ڦر ڪٽايانس. تنهن جو فقير کي ڏٺو سو سڏي چيائينس: هيءُ ڦر کڻ. فقير ويچارو ماٺ ڪري ڦر کڻي هليو. تان جو ٺاٽي تي آٽي ڦر کي لاٿائين. جڏهن ٺاٽي کان نڪتو تڏهن کلي خدا کي چيائين: "سٽين ٿو پر سمجهين ڪونہ ٿو! مون توکي چيو تہ سواري ڏيار تہ آءٌ چڙهانس يا مون تي سوار ڪراءِ!"

## خرچ تہ سندس ئي وڌيو

هڪ دفعي ملڪ ۾ اچي ڏڪار پيو. ماڻهو مڙئي وتائي فقير وٽ آيا.

چيائونس: "فقير هر ڪو وڃي پيو راهہ رباني وٺيو ائين تہ ڳوٺ خالي ٿي ويندو. تون ڪا ڌٽي در دعا گهر تہ هاڻ ڪٽي بس ڪري ۽ هيءُ مصيبت ٽري."

جواب ڏنائين تہ: "ابا! اوهان کي ڪهڙي ڪس، خرچ تہ سندس ئي وڌيو."

## هٿ وٺي ٻيڙي پيو ٻوڙي

وتائي فقير جو گهڙو چور چورائي ويا. فقير چيا ڪيو جو ويو مسجد ۾، اتي ٺاهوڪو دلو ڏسي وڃي ڪنيائين.

ملي چيس: ”فقير هي ڇا ٿو ڪرين؟“

فقير چيو: ”دلو کپيم ٿو سو ٻئي هنڌان ڪٽندس ته مالڪن کي خبر پئجي ويندي ۽ چور ڪري ڪٽي ٻڌندم. هن يار جو کنيو ٿو وڃان جو هن کي نڪا پئي خبر نڪا چار. بي اونو هليو ويندس.

ملي چيو: ”نه فقير نه، تون ڀليو آهين! هو ته عالم الغيب آهي، سڀ ڪجهه ڄاڻي ٿو.“

وتائي فقير چيو: ”ها! سڀ خبر پويس ٿي. تڏهن چئبو ته لچن کي پناهه پاڻ ٿو ڏئي. هي ته هٿ وٺي اسان جي ٻيڙي پيو ٻوڙائي.“

## هاٿي مڇندو ڏوڙ

وتايو فقير هڪ دفعي ڪنهن ايري گهوڙي تي چڙهيو پئي ويو. اڳيان هڪ شخص پڇيو: ”فقير، تنهنجي گهوڙي کي ڇا ٿيو آهي جو تمام ايرو ٿي ويو آهي؟ داڻو پاڻي ڪونه ٿو مليس ڇا؟

فقير چيو: ”ادا! داڻو ته مون وٽ آهي ڪونه. اهو ته آهي الله وٽ. سو نٿو ڏئيس. گاهه ڪرڻ جي طاقت مون ۾ به ڪانهي. وري منهنجو گهوڙو به آهي خاربان پاڻي پيئڻ هن به ڇڏي ڏنو آهي. هاٿي مڇندو ڏوڙ!“

## ڪائو ڪائو

وتائي جي ڳوٺ جي پر واري ڳوٺ ۾ شادي هئي. دهلن دمامن جون ڌمالون ۽ ديڳين جا دس پئي لٿا. فقير به پنهنجي غريباڻي پوشاڪ ۾ سڏو چني ۾ هليو ويو. هيڏانهن هوڏانهن گهڻو ئي نهاريائين، پر ڪنهن سڪٽي صلاح به ڪانه ڪيس. پيا جيڪي اوچن ڪپڙن ۾ ماڻهو پئي آيا، تن کي وني عزت سان پئي ويهاريو ويو ۽ کين ماني تڪي پئي ڪارائي وئي.

فقير ويهي ويهي نيٺ اٿيو ۽ هڪ ڪٽيءَ وٽ آيو. ان کان مسواڙ تي ڪپڙا وني، پائي، ڏاڍي نٽ سان اچي چني ۾ گهڙيو. ماڻهو ڀوڙي آيا ۽ وني وجي باعزت طريقي سان ويهاريائونس. يڪدم ڀوڙ پلاءَ اچي ويا ۽ فقير جي اڳيان رکجي ويا.

فقير ڪپڙن ۾ هٿ وجهيو انهن کي پيو چوي: ڪائو ڪائو!

ماڻهن چيس ته: ”چريو آهين ڇا؟“

چيائين: ”ادا! آءٌ ته اڳ ۾ به آيو هئس، پر ڪپڙا هيم ميرا سيرا سو ڪنهن ڪيڪاريو ئي ڪونه پئي، هاڻ جا خوشامد پيا ڪيو سا پڪ ڪپڙن ڪري آهي، ان ڪري جن ڪري مانُ مليو آهي، اول انهن کي تي کارايان!“

## آءٌ هجان ۽ سيون

ڳالهه ڪندا آهن ته، وتائي فقير کي سيوين گهڻيون وڻنديون هيون. هڪ ڏينهن خدا کي سوال ڪيائين: ڏٽي منهنجا! اج هڪڙو ننڍڙو سوال ته منهنجو به ٻڌ! رمضان جي عيد اچي، ماڻهو سيون رڌين، جڏهن رڌي بس ڪن، تڏهن سڀ مري وڃن، آءٌ ۽ امان ويهون ۽ وڃي سڀ سيون ميڙي

گهر ڪٽي اچون. جڏهن سڀ سيون گهر ۾ اچي وڃن، تڏهن امان بہ مري وڃي، پوءِ تہ آءٌ هجان ۽ سيون.

## پٽهين جو گهر هيءُ آهي

هڪ ڏينهن وتايو فقير پنهنجي گهر آيو. ڏٺائين تہ، دروازي جي پرسان هڪ ڇوڪرو وينو تورو ڪري, ڪائنس پڇيائين: ڇوڪرا ڪنهن جو پٽ آهين؟

ڇوڪر جواب ڏنس: "الله جو."

تڏهن يڪدم ڪيس ٻانهن ۾ هٿ وجهي، وٺي وڃي مسجد جي در وٽ ويهنو ۽ چيائينس: "ابا پراوا گهر نہ وڃاءِ، پٽهين جو گهر هيءُ اٿئي."

## آءٌ مئو پيو آهيان

هڪڙي ڏينهن وتايو فقير گهران ڪاوڙجي نڪتو. چيائين تہ بس آءٌ هاڻ مري ٿو وڃان. پوءِ اتان نڪري اچي مقام ۾ ويهي رهيو. اوچتو هڪ گاڏي اچي اتان لنگهي. اڳيان گپ هئي، تنهن ڪري گاڏي ڦاسي پيئي. گاڏيءَ واري ويچاري گهڻي ئي حيلا ڪيا، پر گاڏي نڪري نہ سگهي. هيڏانهن هوڏانهن نهاريائين تہ، وتائي فقير کي پريان مقام ۾ سَتل ڏٺائين، سڏ ڪري چيائينس: "درويش مون کي گاڏي ڪڍائڻ ۾ تہ اچي مدد ڪر."

وتائي فقير چيس: "ادا! آءٌ مئو پيو آهيان، نہ تہ تنهنجي گاڏي سويرئي نڪري وڃي ها."

## هٿ ڪونہ مربو

وتايو فقير گهمندو گهمندو سير ڪندو ڪنهن شهر ۾ وڃي نڪتو، اتي سندس ڄاڻ سڃاڻ ڪانہ هئي، تنهن ڪري مسافرخاني ۾ وڃي ٽڪيو. ويچارو بيمار ٿي ويو ۽ مسافر خاني جي هڪ ڪنڊ ۾ پئجي رهيو. بيماري وڌي وئي. هن تي غشي طاري ٿي وئي. ماڻهو اچي مڙيا ۽ چون پيا تہ الائجي هندو آهي الاءِ مسلمان؟ وتايو فقير اها ڳالهہ ٻڌي ٽپ ڏئي اتي کڙو ٿيو ۽ چيائين: "هٿ مرڻ مناسب ڪونهي، اتي تہ وڃي مران جتي ڪو سڃاڻيندو بہ تہ هجي."

## ملائڪ پيا سڄو جبل تورين

هڪ ڏينهن ڪنهن ملان واعظ پئي ڪيو: هميشہ وڏو پتر ڪٽي، ان سان وٽ چينجي، ڇو تہ اهي وٽ وارا پتر ملائڪ توريندا ۽ انهن جو ثواب ملندو.

وتايو فقير اها ڳالهہ ٻڌي اتي هليو. هلندي هلندي وڃي هڪ جبل تي چڙهيو ۽ اتي پيشاب ڪري، جبل سان وٽ چينئي، چيائين: "هاڻ ڀل تہ ملائڪ پيا سڄو جبل تورين."

## جيئڻ مرڻ جي مرضي

چون ٿا تہ هڪ ڀيري جڏهن وتايو سفر سانگي ڳوٺ کان ٻاهر نڪتو تہ سندس پالتو ڪتو بہ هن جي پويان پويان هلڻ لڳو. فقير گهڻو ئي تڙيس، پر ڪتو ڪٿي ٿو مڙي.

بهرحال ڪتو فقير پويان پويان هلندو رهيو. جڏهن فقير ڪنهن ڳوٺ پرسان لانگاهو ٿيو تہ ان ڳوٺ جا ڪتا فقير واري ڪتي کي ڦري آيا. ڀهريائين تہ هڪ ٻئي کي ڀشون ڏنائون.

پر نيٺ ڪتن جي ولر ڪٽي فقيرجي ڪتي کي دسيو. ايتري ۾ فقير بہ پٽي سوٽيون پنهنجي ڪتي کي ڦهڪائي ڪڍيون.

ڪنهن ڳوٺ واري پريان بيٺي اهو لقاءُ ڏٺو تنهن چيو: "فقيرا اهو ڇا ٿو ڪرين، هي سپ ڪتا بہ تنهنجي ڪتي کي پيا مارين ۽ تون بہ پنهنجي ڪتي کي پيو لٺيون هڻين."

فقير وراڻيو: "ادا! جڏهن مڙني جي مرضي اها آهي تہ پوءِ مان ڇو مڙان!"

## تنهنجو ملهہ

وتائي فقير کي درياءَ جي پار ڪنهن ڳوٺ ۾ وڃڻو هو. صبح جو سوير ماني کائي اٿي پنڌ پيو تان جو اچي درياءَ تي پهتو. پتڻ جو پور اڳئي پرجي چڪو هو سو مهاڻي ٻيڙي ڇوڙي روانا يٺ ويا هئا، پر اڃا ڪناري کي بلڪل نزديڪ هئا. فقير آيو تہ ڏٺائين تہ ٻيڙي رواني ٿي ويئي آهي. ماڻهو کي سڏ ڪري چيائين ٻيلي آءٌ مسڪين آهيان، خدا جي واسطي مون کي ڪٻيو هل. مهاڻي ٻڏو اڻ ٻڏو ڪري ڇڏيو. فقير وٺي وڏا واڪا ڪيا. نيٺ مهاڻي چيس، فقير اسين ڪو واندا ويٺا آهيون ڇا، جو رڳو پينو گهليندا وتون.

وتائي فقير رپيو ڪيسي مان ڪڍي، کيس ڏيکاري چيو: يلا هيءُ وٺ روڪ رپيو پر مون کي وٺي ضرور هل. روپيو ڏسي پاتڻيءَ جو پتو بہ پاڻي ٿي پيو. ٻيڙي ورائي اچي هن کي کنيائين. جڏهن وچ سير ۾ آيا، تڏهن فقير مٿي نهاري چيو "پاڻ ڏس! تنهنجو ملهہ ماڻهن وٺ رپئي کان گهٽ اٿئي."

## مرڻ جو حق

وتائي فقير کي ڪنهن شخص چيو ته فقير مرڻ برحق آهي.

فقير جواب ڏنو ته: "ادا! ڪونهي لِڪڻ جو لڪ تڏهن چئون ٿا مرڻ برحق، نه ته پيڙين چڙهي وڃونس."

## رڳو اگهه تي ٺهو

وتائي فقير وٽ غربت اچي گهر ڪيو. سو ٻي ڪا واهه نه ڏسي، نيٺ پنهنجو گڏهه کپائڻ لاءِ پڙي تي ڪاهي ويو. جيئن شهر ۾ گڏهه سميت پهتو ته گڏهه هر ڪنهن پاسي پئي پڇ هنيو. هر ڪنهن وتائي کي پئي چيو: فقير تنهنجي گڏهه جي پڇ ڏاڍو تنگ ڪيو آهي. ڪنهن جي اک ڪيندو.

فقير هم نه ڪئي تم ڪٽي گڏهه جو پڇ ٻڌائين. جيئن گڏهه اڳتي ڪاهيائين ته جنهن پئي ڏٺو تنهن دانهن ٿي ڪئي، فقير گڏهه جو پڇ به ڪو ٻڌبو آهي.

نيٺ وتائي کي لڳي ڪاوڙ سو گڏهه جو پڇ ڪپي گودڙيءَ ۾ وڌائين. نيٺ وتايو گڏهه ڪاهي پڙيءَ ۾ پهتو جنهن به گراهڪ گڏهه کي تي ڏٺو سو ڪپيل پڇ ڏسي منهن واڙي تي ويو. جڏهن وتائي اها ڳالهه محسوس ڪئي ته هر ڪنهن گراهڪ کي چوڻ لڳو: "ياڻوا رڳو اگهه تي ٺهو باقي پڇ جي پرواهه نه ڪريو اهو مون وٽ پيل آهي.

## روزي کولڻ جو ثواب

رمضان مهيني ۾ مسجد ۾ روزي کولڻ وقت روزي کولڻ لاءِ پين روزائتن سان گڏ وتايو فقير به پهتو ڪنهن رڌ

ڪري چيس: "فقير منجهند جو تہ ماني پئي کاڌئي، روزو وري ڪيڏي مهل رکئي."

وتائي وراڻيو: "ابا! رکڻ کي ڪٽي ڇڏ. کولڻ جو تہ ثواب نہ وڃاءِ."

## جهڙي نيت تهڙي مراد

وتايو فقير سفر دوران جڏهن ڪنهن ڳوٺ کان پئي گذريو تہ هڪڙو همراهہ تڪڙو تڪڙو اچي وٽس پهتو ۽ چيائينس: فقير ٻڌو اٿم تہ تنهنجي دعا ۾ ڏاڍو اثر آهي. منهنجي حق ۾ بہ ڪا دعا ڪر.

وتائي فقير وراڻيو: "ابا! جهڙي نيت تهڙي مراد."

## الزام نہ ڪڻ

ڪنهن ماڻهوءَ وتائي تي وار ڪرڻ لاءِ مٿس لٺ اولاري، وتائي واٽڙو تي پڇيو تہ، ايڏي ڪاوڙ ڪهڙي قصور ڪري؟ لٺباز وراڻيو: تون پاڻ چوندو آهين تہ هٽي هٽائي پاڻ الله ٿو پوءِ مون کي بہ اهڙو حڪم ڪيو هونداٿين." وتائي ٽهڪ ڏيئي چيس: "الله، کي واڻيو مارڻو هوندو تہ هر حال ۾ ماريندو مورک! تون پاڻ تي الزام ڇا لاءِ ٿو ڪٽين!"

## ٽڪو گهوڙو

هڪ دفعي ڳوٺ جي هڪڙي زميندار گهوڙو خريد ڪيو. ان کي ڏسڻ لاءِ ڪيترائي ماڻهو زميندا جي گهر پهتا، انهن ۾ وتايو فقير بہ موجود هو. زميندار رويدار انداز ۾ آيل خلق کي چيو: "هيءُ گهوڙو هڪ سئو روپين ۾ خريد ڪيو اٿم، ڏاڍو

تيز آهي. تر ۾ اهڙو گهوڙو ڪونہ ٿو سجهي.“ ماڻهن چيس: ”پوتارا! اوهان هن تي سواري ڪريو تہ اسين ڏسون.“ زميندار جواب ڏنو: ”اڄ هن کي آرام ڪرڻ ڏيو سڀاڻي صبح جو سوير آئون هن تي سواري ڪندس، اوهان ان وقت اچي ڏسجو!“ پوءِ سڀ پنهنجن پنهنجن گهرن ڏانهن موٽي ويا.

ٻئي ڏينهن صبح جو سوير ڳوٺ جا ڪيترا ماڻهو ۽ وتايو فقير زميندار جي اوطاق تي پهتا. زميندار کي جڏهن ماڻهن جي اچڻ جي خبر پئي تہ ٻاهر نڪري آيو ان وقت سندس اکين مان لڙڪ پئي ڳڙيا. هن گنڀير آواز ۾ چيو: ”رات منهنجو گهوڙو هي جهان ڇڏي ويو.“

وتائي فقير چيو: ”پوتارا! تنهنجو گهوڙو ڪو ڏاڍو تکو هو جو هڪ ئي رات ۾ هن جهان کان هُن جهان وڃي پهتو!“

## زال ۽ ماءُ

وتايو ماءُ جي وفات تي سندس لاش پرسان ويهي روئڻ لڳو هڪ پاڙي واري ڪراڙي آئي ۽ چوڻ لڳس تہ ابا! اهو موت سڀ ڪنهن مٿان اچڻو آهي، ڪوبہ ڪونہ بچندو. ٻچا تون وڏيڪ الڪو نہ ڪر! اسين ويٺيون آهيون!

وتائي چيو: ”واهہ زمانا! ماءُ مئي آهي تہ هر ڪا پئي دلاسا ڏئي، زال مئي تہ ڪنهن اکر ڪونہ ڪڇيو!“

## وڏڙن جي نشاني

هڪ ڏينهن مجلس ۾ ڪنهن شخص وتائي فقير کي چيو تہ: ”فقير ڪپڙا تہ اڳئين زماني جا ۽ وڏن جي هٿ جا پاتا اٿئي!“

فقير جواب ۾ چيس: "ڏاڏي مرڻ وقت چيو هو تہ جيڪي بہ ڪپڙا آهن سي هڪ صندوق ۾ وجهي منهنجي پرسان دفن ڪجو. اهي ڪيترا سال پُوريل هئا. بابي مون کي اها جاءِ ڏيکاري هئي ۽ ڳالهہ بہ ٻڌائي هئي. پر دل تان خيال لهي ويو. تنهنجي پيءُ جي مرڻ واري ڏينهن تي ياد آيا. سو قبر کٽندڙن کي چيم تہ هتي کوٽيو. ٿورو کوٽڻ سان صندوق هٿ آئي ۽ تنهنجي پيءُ جي صدقي ڪپڙا لڌا." اها ڳالهہ ٻڌي همراهہ ڪٺي چپ ڪئي.

## حلال حرام

هڪ ڏينهن وتائي فقير کان ماڻهن ڪچهري هلندي پڇا ڪئي: "ڪا اهڙي حلال شيءِ آهي جو اها کائڻ سان نفرت اچي؟" چيائين: "ڳوهيل اٽو"، جي ان مان سوئر جي شڪل ٺاهجي تہ مسلمانن کي بڇان ايندي، جيڪر ان مان ڳئونءَ جي شڪل ٺاهي، باهہ تي پچائي، ڪنهن هندوءَ اڳيان رکبي تہ اهو ان اڳيان هٿ ٻڌي پوڄا پيو ڪندس، باقي هرگز ڪونہ کائيندو.

## وتايوءَ پاٽٽي

وتائي کي ماءُ هڪ پاٽٽيءَ حوالي ڪندي چيو: "ابا! ڇورو ڇنو آهي، پاڻ سان ڪم تي لائينس. پاٽٽيءَ پاڻ وٽ ماڻهن کي پترڻ اڪارڻ واري ڪم تي لاتس ۽ پاڻ کٽ تي چڙهيو اوطاق ۾ ويٺو رهيو. سانجهيءَ ٽاڻي، وتايو بہ سڄي ڏينهن جي ڪمائي مان اڌ مسڪينن ۾ ونڊي ورهائي، باقي بچت سميت پاٽٽيءَ وٽ پهتو. پاٽٽيءَ روزاني ڪمائيءَ ۾

ڪمي ڏسي ڪانئس پڇيو: ”پٽسا پورا ڪينهن؟“، وتائي ٻڌايس: ”اڌ ٽڪا تنهنجا آنڊا اٿم. باقي اڌ رقم اچليم درياهه بادشاهه ۾. هن هڪو ٻڪو ٿي چيس: ”ڌن درياهه ۾ ڇاجي ڪاڻ اڇليئي؟“ وتائي چيس: ”درياهه ۾ چونهه اڇليان! پٽڻ ڪو پڻهين جي پنيءَ تي ئي تريو ڇا! درياهه کهڙو ڏوهه ڪيو. هن جو حصو هن کي ڏنم. باقي تنهنجو ڪٽي آيو آهيان.“

## اکين وارا ڪي ڪي

هڪ سادي سودي همراهه وتائي جي هاڪ ٻڌي ور ڏٺي ڪيس ڪان پڇيو: ”فقير تنهنجي سياڻپ جي هاڪ سڄي تر ۾ مشهور آهي. ڀلا مونکي اهو ته ٻڌاءِ ملڪ ۾ انڌا گهڻا يا سڄا.“ وتائي ٺهه پهه وراڻيو: ”ادا! انڌا گهڻا.“ ڀڇندڙ چيس: ”فقير اهو وري ڪيئن؟ لڳي ٿو مون وانگر ڪو مولائي آهي. اوسي پاسي نظر ڪر سڀ اکين وارا آهن ڪين انڌا.“

وتائي چيس: ”ادا! تون آهين زوراور، چڱو هاڻ مون سان گڏ هن چوواٽي تي ويهه، پوءِ پاڻ فيصلو ڪجانءِ.

ائين وتايو ۽ همراهه گڏجي چوواٽي تي ويٺا. وتايو مچن مٺ هٿ ڪري ويهي نوڙي وٽڻ لڳو. جيڪو ٿي اتان لنگهيو تنهن تي پڇيس: ”فقير ڇا پيو ڪرين!“ وتائي همراهه کي چيو: ”هي به ڳڻ انڌن ۾.“ ائين ڪيترائي مٿيا مڙني وتائي کان ساڳيءَ طرح پئي پڇيو ته، فقير ڇا پيو ڪرين؟ ۽ وتايو به همراهه کي چوندو ٿي ويو ته ”هي به ڳڻ انڌن ۾.“ نيٺ هڪ سرت سمجهه وارو همراهه آيو جنهن وتائي کان پڇيو: ”فقير ڏي ته خبر. ڇو ڀلا چوواٽي تي ويٺو واڻ وٽين؟“ وتائي همراهه کي چيو: ”ادا! هن کي سڄن ۾ ڳڻ.“

پوءِ همراهه کان پڇيائين: ”ڪر خبر! ملڪ ۾ انڌا گهڻا
يا سڄا.“ همراهه وراڻيو: ”فقير تنهنجي ڳالهه سورنهن آنا
سچي.“ وتائي چيس: ”ادا! اهو ٿي ته مون به چيومانءِ ته: ”ملڪ
۾ اکين وارا ڪي آهن، نه ته گهڻائي اکين ڪان انڌي جي آهي.“

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪندڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙَهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌَڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪ ڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪـو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهـڙي دعوىٰ ڪري ٿـو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪـڏهن ڪـو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻـن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، ٻَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻيـن لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ ٽالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَـنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَـنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪنـدا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهنـدا. پَنَـن پـاران ڪتـابن ڪـي ڊِجيِٽـائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن ڪي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ ڪان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

ٻَنَن کي ڪُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻُ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سڀني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ -

اِن حسابَ سان اٽڃاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۾ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻچاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽر گهرج necessity unavoidable سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ "منهنجا يارُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ".
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)